ڊاڪٽر گل حسن لغاري

# مخدوم محمد ابراهيم ”خليل“ ٺٽوي

**( 1827 - 1899 ع/ 1243 - 1317 ھ )**

سنڌ جنوبي ايشا ۾ اُها سرزمين آهي ، جتي علم و دانش ، فرهنگ و هنر ، اخلاق و انساني اقدار ، شعر و سخن ، ديني علوم ۽ تصوف ۽ عرفان ۾ نهايت احسن ۽ مستحڪم طريقي سان بنياد رکي ڪم ڪيو ويو آهي. سنڌ جي جَيد عالمن ديني تعليم جا بنيادي ڪتاب منظوم سنڌيءَ ۾ لکي(✡) اسلامي فڪر و عمل کي فروغ ڏنو ته ساڳئيءَ وقت عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم جي ڪري ، ديني ثقافتي ، تاريخي ۽ عرفاني تعليم و تربيت جو اهڙو نظام قائم ٿيو، جنهن جي ڪري مهر و محبت ، ڀائيچاري ۽ يگانگت جي ڪري علم و ادب ۾ نمايان اضافو ٿيندو رهيو.

اسان وٽ ڪجهه ناميارن ليکڪن جي منفي سوچ جي ڪري اهو تاثر تقريري توڙي تحرير ۾ ڏيڻ جي ڪوشش جاري پئي رهي آهي ته، سنڌ جي قديم عالمن ۽ مشهور سخن پرور اديبن ۽ مؤرخن سنڌي جي بجاءِ فارسي زبان ۾ زياده لکيو ۽ عربي توڙي فارسيءَ مهارت کي پنهنجو محور بنايو ، جيڪا غيرن جي زبان هئي . درحقيقت اهڙي تاثر ۽ فڪر تي زور ڏيڻ ڪنهن جو ذاتي رايو ٿي سگهي ٿو ، ليڪن اها هڪ حقيقت آهي ته عربي ۽ فارسيءَ جي ڄاڻو عالمن ، مؤرخن ، ۽ سُخن سنج شخصيتن ، سنڌي ٻولي ۽ سنڌ جي تاريخ ، ثقافت ، فرهنگ و هنر ۽ علم عرفان کي جيڪا وسعت بخشي آهي . سا قابل تعريف آهي ۽ سنڌ جو تصوف ۽ عرفان ايران کان متاثر ته آهي پر ايران ، عراق ۽ وچ ايشيا جي جي تصوف کان گهڻو وسيع آهي. سنڌ جي تصوف ۾ آدميت ، مهرومحبت ۽ انساني حرمت ۽ عزت جو پيغام آهي ۽ هن ۾ همه گيريت آهي ته عالم گيريت به آهي ، جنهن جي وسعت جي ڪري ٻيا نظريا ۽ عقيدا محدود آهن. سنڌي ٻولي ۽ سنڌيءَ ۾ جيڪو به علمي و ادبي تاريخي ، ثقافتي ۽ تحقيقي ڪم ٿيو آهي . ان ۾ انهن عالمن۽ شاعرن جو وڏو تعداد آهي جيڪي عربي ۽ فارسي ۾ مهارت رکندا هئا . ساڳئي وقت ، انهن انگريزي ٻوليءَ ۾ به سنڌ جي برک شاعرن جي ڪلام کي انگريزي خواندن تائين پهچايو . جديد سنڌيءَ ۾ ، جيڪڏهن ڪنهن به ٻوليءَ جا لفظ جذب ٿين ٿا ته اهو ٻولي جي ترقي ۾ واڌ ويجهه جو سبب آهي. پر سنڌيءَ ۾ عربي ۽ فارسي لفظن کي خارج ڪيو وڃي ته باقي ڇا رهندو ؟

اسان جا جديد لکندڙ ۽ تقريرون کندڙ پاڻ کيتريقدر عربيءَ فارسيءَ جو استعمال کن ٿا ، سو بہ ظاهر آهي . البتہ خوامخواه ، کنهن ٻوليءَ لاءِ چوڻ تہ اها غلاميءَ جي دؤر جي ٻولي ءَ آهي، سو رويو دُرست نہ آهي، جڏهن تہ فارسيءِ عربي ٻولين سنڌيءَ ۾ جذب ٿي سنڌيءَ ٻولي ثقافت ۽ ادب کي تمام گهڻو شاهوڪار بنايوآهي. پوءِ اُهو فڪري، اخلاقي ، ايماني ۽ چاهي عرفاني عمل هجي ، وڻندڙ ۽ پسنديده آهي اج بہ محقق فارسي ۽ عربي جي بنيادي ڪتابن جي ورثي کي سامهون رکي تحقيقي عمل ۾ مصروف آهن ۽ محمد ابراهيم " خليل" ٺٽوي جو شمار بہ سنڌ جي اُنهن اهم مشاهير علماءَ ، عرفاء ، شعراء ۽ فقراء ۾ ٿئي ٿو، جن سنڌ جي علم و ادب ، فڪر و عرفان ، اخلاق و ايمان کي فروغ ڏنو آهي.

محترم محمد ابراهيم " خليل" ، هڪ عالم باعمل ، شعر و سخن جو صاحب ۽ ٺٽي جي مشهور علامہ ، محدث ، فقيه، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي خاندان مان هو. مخدوم محمد ابراهيم بن مخدوم عبداللطيف بن مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جي ولادت ٺٽي ۾ سال ( 1243هہ/ 1827 ع) ۾ ٿي . مخدوم صاحب ستن سالن جي ڄمار ۾ قرآن شريف قرات سان پورو ڪيو. ڪيس محسوس ٿيو تہ ننڍڙي عمر ۾ قرآن شريف حفظ ڪري ها تہ بهتر هو. ان ڪانپوءِ فارسي جي تعليم ۽ لکڻ شروع ڪيائين ، گلستان جي باب ڇهين ڪانپوءِ "صرف" جي تعليم ورتائين . "صرف و نحو" ، ڪنزالدقائق ، علم اصول فقہ ، الغرض علمِ منطق ، علم رياضي ، حديث پاڪ ، مشڪٰوت شريف ، سنن ابي دائود ، علم تفسير ۾ " جلالين" ۽ ڪي قدر مدارڪ شريف ، فقہ ۾ هدايہ ۽ درمختار تائين تعليم حاصل ڪيائين.علم مناظره ۾ چند سبق "رشيدي" جا بہ مطالعو ڪيائين 2 .

ان ڪانپوءِ مخدوم "خليل" فارسيءَ جي نثر و نظم ڏي مائل ٿيو. پاڻ لکي ٿو تہ ، "هڪ بياض 3 غزليات فارسيءَ جي خطن جو ، جيڪي پنهنجي مخلص ڏانهن لکيم ، سو اتفاقاً گم ٿي ويو. ان ڪانپوءِ ٻيو ديوان ترتيب ڏنم جنهن ۾ تخلص "مسڪين" هو ۽ "ديوان مسڪين" 4 ۾ فارسي خط بہ شامل ڪيم ، جنهن کي "ڪشڪول مسڪين" جو نالو ڏنم".

اهو ٿي سگهي ٿو تہ عاجزي ۽ انڪساري جي سبب " مسڪين " جو تخلص اختيار ڪيائين پر پنهنجي مخلص دوستن مان هڪ خاص طور زاهد شاڪراني جي اصرار تي "خليل" تخلص اختيار ڪيائين ، جيڪو آخري عمر تائين باقي رهيو. سنڌيءَ ۾ جيتري بہ شاعري ڪيائين ، اُن ۾ سندس تخلص "اُداسي" 5 آهي.

مخدوم محمد ابراهيم " خليل" جو دؤر مير صاحبن جي حڪومت جي پڇاڙي ۽ انگريزن جي تسلط جو دؤر هو. ظاهر آهي تہ فارسيءَ زبان جي زوال ۽ انگريزي زبان جو سنڌ ۾ رائج ٿيڻ جي شروعات هئي. فارسيءَ جي جاءِ تي سنڌ ۾ سنڌي کي فروغ مليو ۽ اهڙيءَ ريت بلوچستان لس ٻيلي ۽ آس پاس علائقن ۾ بہ فارسيءَ جي اهميت کي ختم ڪري ، اردوکي رائج ڪيو ويو.

سنڌ ۾ فارسي ادب ، شعر و سخن يا عربيءَ جي تعليم ، مدرسن تائين محدود ٿي ويئي . پر فارسيءَ يا عربي اختياري مضمون هاءِ اسڪول کان ويندي ، يونيورسٽيءَ جي سطح تائين تعليمي نصاب ۾ رائج رهيا ۽ عربي ۽ فارسيءَ جي عالمن عربيءَ کي ديني ٻوليءَ جي حيثيت سان اهميت ڏني ۽ فارسيءَ جو مقام تعليمي نصاب ۾ ، علم و اخلاق ، پند و نصيحت ، ثقافت ۽ تاريخ جي لحاظ کان ۽ ،علم و دانش ، فهم و فراست، ۽ شعر و سخن ۽ ادب جي اهڃاڻ جي ضمانت جي ڪري قائم رهيو.

مخدوم " خليل" جنهن دؤر ۾ هن جهان ۾ اک کولي ۽ تعليم و تربيت حاصل ڪئي تہ ان وقت ۾ ، سندس صحبتي ۽ رفيق گهڻو ڪري ، اهلِ علم و دانش ، صوفي منش ، سلوڪ ۽ طريقت جا صاحب ۽ اهل عرفان هئا ۽ ٺٽي ۾ ان وقت چئن خاندانن جو وجود هو، جيڪي اهلِ علم ۽ سلوڪ ۽ طريقت جا صاحب هئا ۽ انهن جو اثر ۽ دائرو نہ صرف ٺٽي تائين محدود هو، پر سموري سنڌ تي سندن عرفاني اثر قائم هو6

انهيءَ بزرگ خاندان مان پهريون خاندان مخدوم ابوالقاسم نورالحق نقشبندي (وفات 1138 هہ ) جو هو، جنهن جي وسيلي سان نقشبندي طريقت جو سلسلو سنڌ ۾ رائج ٿيو . ٻيو خاندان علامہ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ( وفات 1174 هہ) جو هو، جيڪو نہ صرف رُشد و هدايت ۽ نيڪ راهہ جي روشنيءَجو بنيادي وسيلو شمار ڪيو وڃي ٿو، بلڪ ديني علوم و معقول جو وڏي ۾ وڏو مرڪز هو. ٽيون خاندان مير احسن الله 7 ۽ مير لطف علي جو هو، جيڪو تصوف ۽ طريقت جي علم جو سرچشمو هو . چوٿون خاندان خود مخدوم "خليل" جو هو، جنهن ۾ اُن جي هر شخص جو مقام ۽ مرتبو ، ماڻهن جي نگاهہ ۾ بزرگيءَ وارو هو.

اهي ٽيئي خاندان ، طريقت ۽ معرفت جي راهہ ۾ ، نقشبندي حضرات جا مُريد هئا ۽ انهي جي علاوه اِهي هڪٻئي سان خانداني رشتو ۽ قُربت رکندڙ هئا، پرساڳئي ريت، هڪ ئي عرفاني ۽ ايماني فڪر جي ڪري ، اهي مذڪوره چار خاندان ، هڪڙي ئي خاندان جي حڪم موجب گڏيل هئا

انهيءَ جو نتيجو هيءُ نڪتو جو سموري سنڌ ، ڪڇ ، ڪاٺياواڙ ، بلوچستان ، قلات ۽ مڪران ۾ انهن جا گهڻي ۾ گهڻا مُريد هئا.

انهيءَ مان اها حقيقت بخوبي معلوم ٿئي ٿي تہ ، مخدوم "خليل" جي پرورش ، تعليم و تربيت ۽ نشو و نما انهيءَ عرفاني فڪر ۾ ٿي ۽ هو جڏهن ڦوهہ جوانيءَ کي پهتو تہ صوفي صاف دل ، ۽ اهل دل عارف نمودار ٿيو ۽ پيرِ طريقت جي رتبي تي رسيو. سندس شاعري يا نثر کي ڏٺو وڃي تہ اها هڪ، صاحبدل صوفي با صفا ۽ عارف بالله جي آهي. ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ مخدوم "خليل" شاعري جي شروعات ، پنهنجي ننڍي وهيءَ ۾ تعليم جي دوران شروع ڪئي ۽ ان وقت سندس عمر 14 کان 17 سالن جي هئي 8. البتہ مخدوم "خليل" تي جيڪو صوفيانہ رنگ چڙهيو ، سو حضرت مخدوم ابوالقاسم نقشبندي ، جنهن حضرت مجدد الف ثاني حضرت شيخ احمد سرهندي ( وفات صفر 1034 هہ) جي اولاد مان شاهہ سيف الله بن عروة الوثقىٰ نالي بزرگ وٽ بيعت ڪئي ۽ مُريد ٿيو . انهيءَ لحاظ کان انهن ٽئني ٽني جي عرفان ۽طريقت جي خاندانن، قندار جي مُجددي خاندان جي اعلىٰ وارث ، شاهہ صفي الله سان عرفان ۽ طريقت جو رشتو قائم ڪيو. سنڌ ۾ مير علي شير "قانع" ٺٽوي ( وفات 1203 هہ) ۽ ٽالپرن جي دؤر تائين ايراني شاعرن جو اثر هو. پر مخدوم " خليل" جي دؤر ۾ ايراني شاعرن جي بجاءِ افغاني اديب ۽ شاعر سنڌ ۾ زياده اچ وڃ سبب پنهنجو اثر وڌائيند رهيا ۽ ادبي محفلون ، جنهن ۾ مشاعرا وغيره منعقد ٿيندا رهيا.

انهيءَجو خاص سبب هيءُ هو جو قندهار ۽ ڪابل جي مُجددي خاندان جا مخلص مريد سنڌ ۾ گهڻا هئا ۽ سنڌ ۽ افغانستان ۾ اچ وڃ جو سلسلو مسلسل برقرار رهيو. انهيءَ جي علاوه ٻيو اهم سبب هيءُ ٿيو جو افغانستان ۾ خانہ جنگي ۽ انگريزن جي تسلط جي ڪري ڪيترائي معزز خاندان ۽ افغاني شهزادا، سنڌ ۾ اچي سڪونت پذير ٿيا ۽ اهي دانشور ، اهل ذوق ، سخن پرور ۽ سخن سنج هئا. انهن اهل علم و ذوق اديبن ، سنڌين سان دوستي کي برقرار رکيو ۽ سنڌ ۾ اديبن ، شاعرن ۽ عالمن جون محفلون رونق پذير ٿيڻ لڳيون . خود مخدوم " خليل" پنهنجا دوستانہ ناتا چند افغاني سردارن سان جاري رکيا ۽ انهن سان خط و ڪتابت ۽ شعر شاعري ڪندو رهيو. مثلاً جڏهن افغان سردارن غلام محمد خان طرزي ( وفات 1245 هہ /1829 ع ) ڪرچي پهتوتہ ان سان آشنا ٿيو ۽ هڪٻئي ڏي خط و ڪتابت ڪيائون . هڪ دفعي انهيءَ سردار پنهنجي پٽ محمود خان طرزي

( 1353 هه / 1934 ع) کي مخدوم "خليل" جي ملاقات لاءِ نئي موڪليو ، جتي شعر و شاعري جي محفل ۾ طرزي جي غزليات تي "خليل" ڪجهه غزل سرائي ڪئي 9 .

مخدوم "خليل" سنڌ ۾ پنهنجي سيني هم عمر شاعرن سان دوستاڻه ۽ محبت ڀريا تعلقات رکندڙ هو، ان ڪري ، کيس وڏي عزت ۽ احترام جي نگاه سان ڏٺو ويندو هو. سندس علمي و ادبي رشتو ۽ سخن پروري ۽ سخن سنجي نهايت مستحڪم ۽ عارفاڻه هئي. تڪمله "مقالاتِ الشعراءَ " جي فهرست ۾ تقريباً 82 شاعرن جو احوال ۽ سندن ڪلام جو نمونو درج آهي ۽ هن مير علي شير "قانع " جي "مقالات الشعرا" جو تڪملو لکيو ، جنهن ۾ مخدوم "خليل" 1174 هه / 1760 ع کانپوءِ وني 1360 هه / 1888 ع تائين فارسي شاعرن تي مشتمل ، پوري هڪ صديءِ 10 جي اسان جي ادبي تاريخ لکي آهي. انهيءَ جي علاوه "تعليقات" 11 سيد حسام الدين راشدي لکي آهي ، جيڪا شعر و سخن ۽ ادب ۾ وڏي ۾ وڏو اضافوآهي.

شعر و شاعري ۶ جي فن ۾ به مخدوم "خليل" جا ڪجهه شاگرد هئا ، جن جو خود ذکر ڪيو اٿس، جيئن ته "طالب" تڪمله ۾ (ص 365 ) "عزيز" (ص 387 ) "علي" (ص 415 ) "غني" (ص 480) "فقير" (ص 490) "زاهد"( ص 312) "جعفري" (ص 112 ) وغيره .

علامه غلام مصطفىٰ قاسمي مرحوم پنهنجي رسالي " الرحيم"12 ۾ لکي ٿو ته، "مخدوم محمد ابراهيم صاحب ، هڪ وڏو مؤلف ۽ مصنف به آهي. سندس عربي عبارت ۾ وڏي رواني آهي، ڇو ته هڪ پاسي سندس تربيت خالص علمي گهراڻي ۾ ٿي ته ٻئي پاسي عرب ملڪن ۾ به گهمندو رهيو. ان ڪري سندس عربيت کي اصليت جو رنگ اچي ويو ............ پر افسوس جو کيس سڪون نه مليو. اُن دؤر ۾ نئو علمي لحاظ کان اجڙي ويو هو ۽ ملڪ جي حڪومت به ڪمزور ٿي ويئي هئي ، ان ڪري مخدوم ابراهيم صاحب جي ڪابه قدرداني نه ٿي سگهي ، ڪڏهن هتي ته ڪڏهن ڪٿي ڪشالا ڪيندو رهيو، ويتر جو نقشبندي طريقي ۾ داخل ٿي ورد وظيفا پڙهي ۽ ٻيون رياضتون ڪري پنهنجي صحت وڃائي وينو هو، اها ڳالهه به سندس آڏو حائل ٿي ، پرتڏهن به سندس تصنيف، سندس همعصرن مان مخدوم عبدالواحد سيوهاڻي کي ڇڏي ، باقي ٻين سيني کان گهٽي آهي".

ان کانپوءِ علامه قاسمي مرحوم سندس عربي رسالن جي فهرست ڏني آهي، جيڪي مختلف ڪتبخانن ۾ موجود آهن ۽ اُهي ڪل ڇهه 13 رسالا آهن ۽ انهن مان هر هڪ جوعلحده تفصيل به ڏنو آهي.

مخدوم صاحب جو”ڪليات خليل“ جيڪو ٽن حصن تي مشتمل آهي انهي جا ٽي قلمي نسخا سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو ۾ فارسي مخطوط (نمبر 126 ، 124،125 ) ۾ موجود آهن ۽ اهي شايع ڪرڻ لاءِ اصل مخطوط تان اُتاريا ويا آهن، پر شايد مالي وسائل سبب هي ڇپجي نہ سگهيا آهن.

مخدوم ”خليل“ جي جلد اول جو نالو ” انشائي مائده خليل“ آهي جنهن ۾ 1 .متفرقات ۽ 2 . مڪاتيب ”خليل“ آهن جنهن مان تي14 خط تڪلم مقالات الشعراء ۾ ” مائده خليل“ مان ڏنا ويا آهن، جيڪي افغان سردار غلام محمد خان ڏي لکيل آهن، پر اصلي مُسودي ۾ ٻيا بہ مختلف خط موجود آهن. جلد ٻيو ” ديوان“ تي مشتمل آهي، جنهن ۾ غزليات رديف ”الف ڪان رديف يا تائين آهي ۽ هن ۾ مخمسات ۽ مسداس آهن. جلد ٽئي ۾ قطعات تاريخي ، رباعيات ، ماتم آيات، مراثي ، فرديات ۽ هم طرحي اشعار آهن. مخدوم ”خليل“ کي فارسي زبان تي پورو عبور حاصل هو. سندس فارسي نثر توڙي نظم جي پختگي، پائيداري ۽ عرفاني فڪر جي بلندي ، سندس تحرير مان روشن آهي.

مخدوم صاحب ”ديوان خليل“ ۾ خداتعالىٰ جي نالي سان شروعات ڪري چئي ٿو تہ:

1. دلا بنام خدا کُن خيالِ نامِ خدا  
بشو ز کدورتِ جان باَ زُلال نامِ خدا
2. چوزنگ غير ز دودي بيا که بنمايم  
تُرا در آئينہ جان جمالِ نامِ خدا
3. ز ذکروفکر بيک لحظ هم مشو غافل  
که تا شود بتو ظاهر کمال نامِ خدا
4. قدم ز سرکُن و از شوقِ دل برقص بيا  
بمجلسي که بر آيد مقال نامِ خدا
5. ”خليل “ بحر مُعينم عطا نمود اين دُر  
” ببين وصالِ خدا در وصالِ نامِ خدا“

1. اي دل خدا جي نالي سان پنهنجي اندروني ڪدورت جي ميراڻ کي، خدا تعالىٰ جي پاڪ نالي سان ڌوئي صاف ڪر
2. غير جي زنگ آلود دونهين جي ڪٽ کي صاف ڪري اچ تہ، توکي خدا جي نالي سان سندس جمال ڏيکاريان
3. هڪ پل لاءِ ذڪر ۽ فڪر کان غافل نہ ٿي تہ جيئن توتي خدا تعالىٰ جي نالي جو ڪمال ظاهر ٿئي.

4. سر جهڪائي قدم رک ۽ دل جي شوق سان انهيءَ مجلس ۾ نچندو ڪڏندو اچ ، جنهن ۾ خدا تعالىٰ جو ذڪر آهي (قيل و مقال آهي).
5. اي "خليل" ! (خدا تعالىٰ) هيءُ مرواريد (موتين) جو جاري سمند عطا ڪيو آهي. ( پنهنجو مشاهدو ڪرايو آهي) خدا تعالىٰ جو وصال ڪي ڏس، تہ اهو وصال ، خدا جي نالي سان عطا ٿيو آهي.

مخدوم صاحب جي تخلص " مسڪين"15 جا ڪجهہ اشعار " تڪمله مقالات الشعراء ۾ ڏنل آهن جئين تہ:

بپيشِ حُسن تو اي سرو قامت و گل فام
عزيزِ مصر بود يک غلام يوسف نام
بچينِ زُلف تو جانان نهم کُدام نام
کمندِ آهوي جان يا غزال دل را دام
غزل چو آيہء رحمت بگفتہ " مسڪين"
کُجا جواب تو گويد کسي جُز الهام

**** **** **** **** ****

گر معاذ الله ز هجرش آيدم پيغام غم
آن قدر گريم که درچشمم نماند نام نم
نظم من رنگين شود چون غُنچه بوي خوش دهد
گر کشايم يک دم اندر وصف آن گلفام فم
گر شود شيرين بيان بقيمت اُفتد ، قند مصر
ور بيفشاند سرِ کاکل رود تا شام شم
کي شود ياران پيش صاحب کشف قلوب
رونقِ آئينہء اسکندري و جام جم
شعر هر وضعي کہ ميخواهد دلت، " مسڪين" بگو
چو مددگارِ تو هاتف باشد والهام هم

مخدوم "خليل" جي هڪ رباعي16 آهي ، جيڪا سندس مزار جي ڪتبي لاءِ سونهي ٿي ۽ نهايت پسنديده ۽ دعائيہ آهي:

گنه گارم تبہ کارم ، شعار جُرم و عصيان است
بفضلت يا ربم ليکن ، بسي اُميد احسان است
مکن شرمنده ام، يا رب مپرُس اعمال نيک از من
بدم را شو، بدرياي کہ نامش بحرِ عرفان است.

حوالا :


1. مخدوم محمد ابراهيم "خليل" ٺٽوي : تذڪره " تڪلمہ مقالات الشعراء " ص ص 167 ـ 248 سنڌي ادبي بورڊ (ڪراچي) 1958ع
2. ايضاً ص ص 210، 211 ، 212
3. ايضاً ص 212
4. ايضاً ص 66 ("ديوان مسڪين " اڃا تائين نہ مليو آهي).
5. ايضاً ص 213
6. ايضاً ص 23
7. ايضاً ص ص 256 ـ441
8. ايضاً ص ص 406
9. ايضاً ص ص 812، 817 ، 819
10. سيد حسام الدين راشدي: "مقالات راشدي " ص 162 انسٽيٽيوٽ آف سينٽرل اينڊ ايسٽ ايشين اسٽڊيز جامعہ ڪراچي اپريل 2002 ع


مرتب: غلام محمد لاکو

11. ايضاً ص ص 675 کان 827

12. غلام مصطفیٰ قاسمي مرحوم:" الرحيم" تيرهين صدي جا مشاهيرِسنڌ :ص ص 19 (3 ـ4 ) 1967
شاهه ولي الله اڪيڊيمي صدر حيدرآباد سنڌ.

13. ايضاً ص ص 19 کان 22 تائين

14. مخدوم محمد ابراهيم " خليل"ايضاً ص ص 812 ـــ 813

15. ايضاً ص ص 560 ـــ 561

16. ايضاً ص 253

(✡) سنڌ جي جَيد عالمن جا هيٺيان ڪتاب پيون تصنيفون سنڌيون وغيره ۽ سنڌي ٻوليءَ جي بنياد ۽ پائيداري جو واضع ثبوت آهي.

1. ابوالحسن جي سنڌي : سنڌي ٻوليءَ جو با اختيار ادار:
تحقيق پرفيسرخديجہ بلوچ حيدرآباد سنڌ 1993 ع
2. سنڌي ٻوليءَ جو آڳاٽو منظوم ذخيرو : سنڌي ٻوليءَ جو با اختيار ادار
تحقيق و ترتيب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ 1993ع
3. قواعدالقرآن : قاري عبدالرحمان : سنڌي ٻوليءَ جو با اختيار ادار 1992ع
4. رُشفُ لزُلال : مخدم محمد هاشم ٺٽوي: سنڌي ٻوليءَ جو با اختيار ادار
مترجم: عبدالرسول قادري 1994 ع
5. حاصل النهج: مخدوم جعفر بوبڪائي: سنڌي ٻوليءَ جو با اختيار ادار
مترجم: عبدالرسول قادري بلوچ 1994ع
6. سنڌي ۾ فقهي تحقيق جو ارتقا: سنڌي ٻوليءَ جو با اختيار ادار
محقق و مؤلف: ڊاڪٽر قاضي يار محمد 1992ع
6. قرآن مجيد جا سنڌي ترجما ۽ تفسير : ڊاڪٽر عبدالرزاق گهانگهرو
مهراڻ اڪيدمي شڪارپور 1997 ع